# حديث سمجهڻ جا اصول ۽ قانون

حضرت مولاناخير محمد جالنڌري جي مشهور
رسالي
خير الاصول في حديث الرسول (ﷺ)
جو سليس ۽ سؤلو سنڌي ترجمو

سنڌيڪار:
مولانا چوهاڻ سليم الله سنڌي
ڊائريڪٽر عبيدالله سنڌي اڪيڊمي
و مهتمم مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڇو ڳوٺ

ڇپائيندڙ:
مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڇو ڳوٺ
ضلع شڪارپور تعلقو لکي غلام شاھ، فون: 3015260 – 0304

پهريون ڇاپو: 2017
ڪتاب جو نالو: حديث سمجهڻ جا اصول ۽ قانون
مؤلف: مولانا خير محمد جالنڌريؒ
سنڌيڪار: مولانا چوهاڻ سليم الله سنڌي
ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: احمد الدين شر بلوچ
ڇپيندڙ:
ڇپائيندڙ: مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڄو ڳوٺ
تعلقو لکي غلام شاھ، ضلعو شڪارپور
قيمت:

**“Hadith Samjhan Ja Usool Ain Qanoon”**
Compiled By: Molana Khair Muhammad Jalhandri
Translated By: Molana Chawhan Saleemullah Sindhi
Published By:
Madarsa Arabia Darut’taaleem Hammadia, Rajo Goth
Taluka Lakhi Ghullam Shah, Distt: Shikarpur
Cell: 0304-3015260

ملڻ جا هنڌ
مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڄو ڳوٺ
۽ سنڌ جا سمورا بڪ اسٽال

# فهرست

## تقريظ

الحمد لله والصلاة والسلام على نبي الله و على آله و صحبه ومن والاه اما بعد:

اصول حديث جي علم جي شروعات حديث جي روايت سان ئي ٿي وئي هئي، البت نبي ڪريمﷺجي وفات ڪان پوءِ حديثن کي محفوظ رکڻ جو خيال ۽ فڪر ٿيو. حديث مبارڪ جي ترتيب جي شروعات ٿي ته حديث جي عالمن کي حديث جي رد ۽ قبول ڪرڻ جي قانون جوڙڻ جي ضرورت پئي. اهڙي طرح تدوين حديث سان گڏوگڏ اصول حديث جا قانون به ٺهڻ لڳا. شريعت اسلاميه جو هي بنيادي علم پهرئين ۽ ٻئين صدي هجريءَ ۾ وڌڻ ڪان پوءِ نائين صدي هجري ۾ ترقيءَ جي بلندين تي وڃي رسيو. ان علم فن جي حيثيت اختيار ڪئي. ڪيترائي ڪتاب ان موضوع تي اچي ويا.

علم اصول حديث جي اهميت کي اڳيان رکندي هر دور جي عالمن پنهنجي علائقي جي ٻولين ۾ ان علم جي مباديات کي منتقل ڪيو. منهنجي ڏاڏي سائين حضرت مولانا خير محمد جالنڌريؒ انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي زير نظر ڪتاب ”خير الاصول“ اردو ۾ جوڙيو. ”دريا به ڪوزه“ جي مصداق اصول حديث جي بنيادي قاعدن ۽ اصولن کي گڏ ڪري ڇڏيو، جيئن حديث جي شاگردن لاءِ ان علم جي اصطلاحن کي ياد ڪرڻ سولو ٿي وڃي. علم حديث جي برڪت سان الله تعالى ”خير الاصول“ کي عام مقبوليت عطا ڪئي. حڪيم الامت حضرت مولانا اشرف علي ٿانويؒ جي خدمت ۾ جڏهن هي ڪتاب پيش ڪيو ته پاڻ مطالعي ڪرڻ ڪان پوءِ فرمايائون ته هن کي نصاب ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ان وقت ڪان وٺي هي ڪتاب ”درس نظامي“ جو حصو بڻجي ويو آهي.

اسان جي محترم دوست مولانا سليم الله چوهاڻ صاحب سنڌي شاگردن ۽ عوام ۽ خواص جي لاءِ ”خير الاصول“ جو سولو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. الله تعالىٰ کان دعاآهي ته سندس ڪاوش کي قبول فرمائي ۽ سندس علم ۽ عمل ۾ وڌيڪ ترقي عطا ڪري. ضرورت آهي ته ٻين مختلف ٻولين جا اهل علم به پنهنجي ٻولين ۾ اڪابر علماء ديو بند رحمهم الله جي علمي ڪاوشن جي ترجمن ڏانهن ڌيان ڏين، جيئن وڏڙن جو فيض هر خاص ۽ عام تائين پهچي وڃي. ۽ هر هڪ سندن علم مان فائدو حاصل ڪري. يقين سان اسان جي طرفان وڏڙن جي علمي خدمتن کي خراج تحسين پيش ڪرڻ جو هي نرالو ۽ خوبصورت انداز شمار ٿيندو.

وما علينا الا البلاغ و آخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين.

محمد حنيف جالنڌري
ناظم اعلى وفاق المدارس العربيه پاڪستان
شيخ الحديث ۽ مهتمم، جامعه خير المدارس
ملتان
6 صفر 1438ھ مطابق 7 نومبر 2016ع

## تقريظ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله نحمده و نستعينه و نصلي و نسلم علي رسوله الكريم، اما بعد:

جناب سيدنا رسول اللهﷺ جن جو هر قول ۽ فعل امت جي لاءِ حجت ۽ حرف آخر آهي ۽ سندن سنت مطهره تي عمل ڪرڻ ٻنهي جهانن جي ڪاميابين ۽ سرخروئين جو سبب آهي. الله تعالى جو ارشاد مبارڪ آهي:

و من يطع الله و رسوله فقد فاز فوزا عظيما (احزاب: 71)

ترجمو: ۽ جيڪو الله ۽ سندس پيغمبر جي فرمانبرداري ڪندو، تنهن وڏي مراد ماڻي. (ترجو حضرت امروٽي)

الحمد لله امت جي عالمن سڳورن سيدنا رسول اللهﷺ جي حديث مبارڪ جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، ان جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ پنهنجون عمريون کپائڻ کي عظيم سعادت سمجهي. علم حديث جي هڪ تمام اهم شاخ ۽ شعبو ”علم اصول حديث“ به آهي. هن فن ۾ وڏن وڏن عالمن جا ڪتاب لکيل آهن. اسان جي هن پوئين دور ۾ شيخ الحديث حضرت مولانا خير محمد جالنڌري صاحبؒ اردو زبان ۾ ”خير الاصول في حديث الرسول(ﷺ)“ هڪ مختصر پر نهايت جامع ڪتاب لکيو، جيڪو گهڻن ئي مدرسن جي نصاب ۾ شامل آهي.

اسان جي برادرم محترم، سنڌ جي اسلامي ادب جي چاتل سڃاتل شخصيت، ڪيترن ئي ڪتابن جي مصنف ۽ مترجم، فاضل نوجوان حضرت مولانا سليم الله صاحب چوهاڻ هن ڪتاب جو نهايت ئي سولي سلوڻي سنڌي ٻولي ۾ ترجمو ڪري، ديني مدرسن جي عالمن، استادن ۽ طالبن لاءِ هڪ املهه ۽ سعادت ڀري سوکڙي پيش ڪئي آهي. اميد ته سنڌ واسي هن مختصر جامع رسالي مان فيض ۽

فائدن جون جهوليون پرينداـ

الله تعالى کان دعا آهي ته مصنف، مترجم ۽ معاونين جون مڙئي محنتون مقبول ۽ منظور فرمائي ۽ اسان سڀني لاءِ هن ڪتاب کي لاڀائتو بڻائي. وذلک علي الله يسير (التغابن:7)

ربنا تقبل منا انک انت السميع العليم و تب علينا انک انت التواب الرحيم.

2 ربيع الاول 1438ھ / ڊسمبر 2016ع

احقر العباد
محمد رمضان ڦلپوٽو عفي عنه
خادم دارالعلوم باگو ڦلپوٽو، نزد پير جو گوٺ

# تقريظ

الحمدلله رب العالمين والصلاة والسلام عليٰ رسوله الڪريم، اما بعد !

قرآن ۽ حديث جي سمجهڻ لاءِ اسان جي عالمن هر دور ۾ مختلف عنوانن تحت ڪتاب لکيا آهن، انهن ڪتابن مان عوام توڙي خواص فائدو حاصل ڪري رهيو آهي. قرآن ۽ حديث ۽ فقهي مسائل تي بي شمار ڪتاب موجود آهن، جن جو مقصد هي آهي ته الله تعاليٰ جو پيغام الله تعاليٰ جي ٻانهن تائين پهچي وڃي، الله عاليٰ جا ٻانها الله تعاليٰ جي جي پيغام کي سمجهي ڪري ان مطابق زندگي گذارين ته ٻنهي جهانن جون ڀلايون ۽ ڪامرانيون حاصل ڪن. اهڙن برڪت ڀرين جو تعداد شمار ۽ ڳڻپ کان مٿي آهي. بهرحال اهڙن ئي برڪت ڀرين ڪتابن مان هڪ ڪتاب نالي "خيرالاصول في حديث الرسول" جيڪو مخدوم العلماء حضرت مولانا خير محمد جالنڌري رحه جن جو اصول حديث تي مختصر پر جامع ڪتابڙو آهي. هي ڪتاب حديث شريف جي شاگردن لاءِ انمول سوکڙي آهي، هي ڪتاب جيئن ته اردو ۾ هو ضرورت هئي ان بي حد مفيد ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪجي. ان ضرورت کي محسوس ڪندي اسان جي اتر سنڌ جي هاڪاري عالم دين حضرت مولانا چوهاڻ سليم الله سنڌي ان ڪتاب جو سنڌي ترجمو ڪري سنڌي واسين خاص ڪري دوره حديث جي شاگردن تي احسان ڪيو آهي.

آئون دعا ٿو ڪريان ته شال الله پاڪ مولانا سليم الله چوهاڻ جي محنت کي مقبول عام ڪري آمين.

6 ربيع الثاني 1438 هجري /5جنوري 2017ع

## پنهنجي پاران

دين مبين جي اشاعت جي سلسلي ۾ هر ڪوشش ۽ جاکوڙ مبارڪ آهي. ان ۾ شامل ٿيڻ وارا اهل خير به ايترائي پاڳن ڀريا آهن. حضرت محمد مصطفیﷺجن قيامت تائين اچڻ وارن انسانن لاءِ نبي ۽ رهبر آهن. قيامت تائين ڪوبه نبي نه ايندو. هاڻي دين جي اشاعت ۽ تبليغ جي حوالي سان اهو ڪم علماء تي آهي. ”العلماء ورثة الانبياء“ عالم سڳورا ئي نبين جا وارث آهن. ان ڪري عالمن هر دور ۾ دين جي خدمت ۽ اشاعت ڪرڻ ۾ پاڻ ملهايو آهي.

دين جي احڪام سمجهائڻ لاءِ عالمن مختلف وقتن ۾ مختلف ڪتاب لکيا. تفسير لکيا، حديث جا شرح لکيا. فقهي مسائل تي ڪيترائي ڪتاب لکجي ڇپجي منظر عام تي اچي ويا آهن.

علم حديث ۾ عالمن جا سوين نه بلڪه هزارين، لکين ڪتاب اچي ويا آهن. انهن جو مقصد رڳو هي آهي ته ماڻهو الله تعالی جي دين کي سمجهي، ان مطابق زندگي گذاري، ﭘنهي جهانن جون ڀلايون ماڻن.

اهڙن ئي ڪتابن ۾ هڪ ڪتاب ”خير الاصول في حديث الرسول(ﷺ)“ آهي، جيڪو حضرت مولانا خير محمد جالنڌريؒ جو لکيل آهي. هي ڪتاب علم الاصول حديث تي مشتمل آهي. هن ۾ حديث سمجهڻ جا اصول ۽ قانون عام فهم ۾ سمجهايل آهن. ضرورت هئي ته ان قيمتي ۽ اهم ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو ڪجي. الله تعالیٰ انهيءَ ضرورت جو پورائو هن احقر جي حصي ۾ رکيو. ائين هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو اوهان جي هٿن ۾ آهي.

آخر ۾ آءٌ ٿورائتو آهيان حضرت مولانا قاري محمد حنيف جالنڌري صاحب جن جو، جنهن سنڌي ڪتاب لاءِ ٻه اکر لکي ڏنا. ان

ڪان سواءِ واديءِ مهراڻ جي عظيم سپوت ۽ اهل علم ۽ اهل قلم حضرت مولانا محمد رمضان ڦلپوٽو صاحب جو به ٿورائتو آهيان جنهن هن ڪتاب لاءِ شاندار تقريظ لکي منهنجي هن ننڍڙي ڪاوش کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا.

ان ڪان سواءِ جيڪڏهن واديءِ مهراڻ جي عظيم سپوت جناب حضرت مولانا خالد محمود جوڻو صاحب چيف ايڊيٽر ماهوار رهبر شريعت حيدرآباد جو ذڪر خير نه ڪريان ته نهايت ناشڪري ٿيندي، جنهن جي محنت ۽ جاکوڙ سان هي ڪتاب ڇپجي اوهان جي هٿن تائين پهتو.

فقط خاڪپاء حضرت سنڌيؒ

ابو محمد چوهاڻ سليم الله سنڌي
خادم مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڃو ڳوٺ
ضلع شڪارپور، تعلقو لکي غلام شاهه

# خير الاصول في حديث الرسول(ﷺ)

## وضاحت:

(1) هن ڪتابڙي ۾ اهل فن جي معتبر ڪتابن مان ڪجهه اصول حديث جي اصطلاحن ڪي چونڊي (اردو ۾) ترجمو ڪري ترتيب ڏنو ويو آهي.

(2) پڙهندڙن جي تسلي ۽ سهولت جي لاءِ هر مضمون جي پڇاڙيءَ تي اصل ڪتاب جو حوالو ڏنگين (brackets) ۾ ڏنو ويو آهي.

(3) اهي طالب، جيڪي حديث جا شروعاتي ڪتاب پڙهن ٿا، انهن کي گهرجي ته هن ڪتابڙي کي زباني ياد ڪن ته تمام سٺو ٿيندو.

ليکڪ: ( مولانا خير محمد جالنڌريؒ)
14 رمضان المبارڪ 1344ھ

الحمدلله وڪفيٰ وسلام عليٰ عباده الذين اصطفيٰامابعد!

علم اصول حديث جا ڪجهه اصطلاح مختصر طور ذڪر ڪجن ٿا. شال الله تعالى پنهنجي توفيق سان حديث جي شروعاتي طالبن کي فائدو رسائي. آمين.

**اصول حديث جي تعريف:**
اصول حديث اهڙو علم آهي، جنهن جي ذريعي حديث جا احوال معلوم ڪيا وڃن.

**اصول حديث جو مقصد:**
اصول حديث جو مقصد هيءُ آهي ته حديث جا احوال معلوم ڪري، مقبول حديث تي عمل ڪجي ۽ غير مقبول کان پاسو ڪجي.

**اصول حديث جو موضوع:**
اصول حديث جو موضوع حديث آهي.

**حديث جي تعريف:**
نبي ڪريمﷺ اصحابن سڳورن رضوان الله عنهم ۽ تابعين رحمهم الله جو قول، فعل يا تقرير کي چئبو آهي. (تقرير هي آهي جو نبي ڪريمﷺ جي سامهون ڪنهن ڪا ڳالهه چئي يا ڪو ڪم ڪيو ۽ پاڻ سڳورنﷺ جن خبر هئڻ باوجود ان کي انهيءَ ڪم کان نه روڪيو، پر خاموشي اختيار ڪيائون ۽ ان کي برقرار رکيائون. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته پاڻ ﷺ جن انهيءَ ڪم جي خاموش تائيد ۽ تثبيب ڪرڻ فرمائي. (مقدمه فتح الملهم، ص 107).
حديث کي خبر ۽ اثر به چيو ويندو آهي.

**حديث جي ورڇ:**
حديث ٻن قسمن جي آهي: (1) حديث متواتر۽ (2) حديث واحد يا آحاد.
خبر (حديث) متواتر: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن

جا روايت ڪندڙ هر دور ۾ ايتر ته گهڻا هجن جو انهن سڀني کي ڪوڙو سمجهڻ کي عقل ئي نه مڃي.

خبر (حديث) واحد: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جا روايت ڪندڙ ايترا گهڻا نه هجن.

خبر واحد جا پنهنجي ورڇ جي لحاظ کان وري گهڻا قسم آهن:

**خبر واحد جي پهرئين ورڇ:**

خبر واحد پنهنجي پڇاڙي جي لحاظ کان ٽن قسمن جي آهي: (1) مرفوع، (2) موقوف ۽ (3)مقطوع.

(1) مرفوع: اها حديث آهي، جنهن ۾ نبي ڪريمﷺ جن جي قول، فعل يا تقرير جو ذڪر هجي،

(2) موقوف: اهڙي حديث آهي، جنهن ۾ ڪنهن اصحابي سڳوري جي قول، فعل ۽ تقرير جو ذڪر هجي.

(3) مقطوع: اهڙي حديث کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن تابعي جي قول، فعل يا تقرير جو ذڪر هجي.

**خبر واحد جي ٻي ورڇ:**

خبر واحد پنهنجي روايت ڪندڙن جي لحاظ کان به ٽي قسم آهي: (1) مشهور، (2) عزيز ۽ (3) غريب.

(1) مشهور: اهڙي حديث کي سڏيو ويندو آهي، جنهن جا روايت ڪندڙ هر دور ۾ ٽن کان گهٽ نه هجن.

(2) عزيز: اها حديث آهي جنهن جا روايت ڪندڙ هر زماني ۾ ٻن کان گهٽ نه هجن.

(3) غريب: اهڙي حديث آهي جنهن جو ڪنهن نه ڪنهن دور ۾ رڳو هڪ روايت ڪندڙ هجي.

**خبر واحد جي ٽئين ورڇ:**

خبر حديث جي ٽئين ورڇ راوين جي وصفن يا ڳڻن جي لحاظ کان ڪئي وئي آهي. ان جا سورنهن قسم آهن، جيڪي هن طرح آهن:

(1) صحيح لذاته، (2) حسن لذاته، (3) ضعيف، (4) صحيح

لغيره، (5) حسن لغيره، (6) موضوع، (7) متروڪ، (8) شاذ، (9) محفوظ، (10) منڪر، (11) معروف، (12) معلل، (13) مضطرب، (14) مقلوب، (15) مصحف، (16) مدرج.

(1) صحيح لذاته: هيءَ اهڙي حديث آهي، جنهن جا سمورا روايت ڪندڙ ڪامل الضبط (يادگيريءَ جا پڪا) ۽ ان جي سَنَدَ متصل هجي ۽ معلل ۽ شاذ هجڻ کان محفوظ هجي.

(2) حسن لذاته: اهري حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جي روايت ڪندڙن ۾ فقط ضبط ناقص هجي، باقي ٻيا سمورا شرط صحيح لذاته وارا هجن.

(3) ضعيف: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جي روايت ڪندڙ ۾ صحيح ۽ حسن حديث وارا شرط موجود نه هجن.

(4) صحيح لغيره: انهيءَ حسن لغيره حديث کي چيوي ويندو آهي جنهن جو سندون گهڻيون هجن.

(5) حسن لغيره: انهيءَ ضعيف حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جون سندون گهڻيون هجن.

(6) موضوع: اهڙي حديث کي چئبو آهي، جنهن جي روايت ڪندڙ تي حديث نبوي (ﷺ) ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ جو طعنو موجود هجي.

(7) متروڪ: اهڙي حديث کي چئبو آهي، جنهن جو روايت ڪندڙ متهم بالڪذب (ڪوڙ ڳالهائڻ جي تهمت لڳل) هجي يا اها روايت دين جي ڄاتل سڃاتل قاعدن جي خلاف هجي.

(8) شاذ: اهڙي حديث کي چيوويندو آهي، جنهن جو روايت ڪندڙ پاڻ ته ثقه (مضبوط ۽ صحيح) هجي، پر هڪ اهڙي گهڻي جماعت جي مخالف ڪري، جيڪي هن کان وڌيڪ ثقه هجن.

(9) محفوظ: اها حديث آهي، جيڪا شاذ جي ابتڙ هجي.

(10) منڪر: اهڙي حديث کي چئبو آهي، جنهن جو روايت ڪندڙ ضعيف هئڻ باوجود ثقه جماعتن جي مخالفت ڪري.

(11) معروف: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جيڪا منڪر جي ابتڙ هجي.

(12) معلل: هيءَ اهڙي قسم جي حديث آهي، جنهن جي متن ۾

اهڙي ڳجهي خرابي موجود هجي، جيڪا حديث جي صحت ۾ خلل پيدا ڪري. هن قسم جي حديث کي هن فن جو پارکو ئي سمجهي سگهي ٿو، هر ڪنهن جو ڪم نه آهي.

(13) مضطرب: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جي متن يا سند ۾ اهڙو اختلاف هجي، جنهن ۾ تطبيق يا ترجيح نه ٿي سگهي.

(14) مقلوب: اهڙي حديث آهي، جنهن ۾ ويسر سان متن يا سند ۾ تقديم ۽ تاخير هجي. يعني اڳ ۾ آيل لفظ کي پوئتي ۽ پوئين لفظ کي اڳيان ڪيو ويو هجي يا هڪ روايت ڪندڙ جي جاءِ تي ٻئي روايت ڪندڙ کي رکيو ويو هجي.

(15) مصحف: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ صورت خطي جي باقي رهڻ باوجود نقطن، حرڪتن ۽ سڪونن جي ڦير ڦار جي ڪري اُچار ۾ غلطي ٿي پوي. (ڪڏهن وري مصحف کي محرف به چيو ويندو آهي. (مقدمو فتح الملهم 142)

(16) مدرج: اها حديث آهي، جنهن ۾ روايت ڪندڙ ڪٿي ڪنهن جاءِ تي پنهنجي ڳالهه لکي ڇڏي آهي.

**خبر واحد جي چوٿين ورڇ:**

خبر واحد جي چوٿين ورڇ روايت ڪندڙ جي سقوط ۽ عدم سقوط جي لحاظ کان آهي. هن جا ست قسم آهن:

(1) مُتصل، (2) مُسند،(3) مُنقطع، (4) مُعلق، (5)مُعضل، (6) مُرسل، (7) مُدلس.

(1) متصل: اهڙي حديث کي چئبو آهي، جنهن جي سند ۾ روايت ڪندڙ پورا ذڪر ڪيل هجن.

(2) مسند: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جي سند نبي ڪريمﷺ جن تائين متصل (لڳاتار) هجي.

(3) منقطع: اهڙي حديث آهي، جنهن جي سند متصل نه هجي، پر ڪٿي نه ڪٿي روايت ڪندڙ ڇڏي ڏنل (ساقط) هجي.

(4) معلق: اهڙي حديث کي چيو ويندو آهي، جنهن جي سند

جي منڍ ۾ هڪ يا گهڻا راويت ڪندڙ ڪِريل هجن.

(5) معضل: اهڙي حديث ڪي چئبو آهي، جنهن جي سند جي وچ مان ڪو روايت ڪندڙ ڪِريل هجي يا ان جي سند ۾ هڪ کان وڌيڪ روايت ڪندڙ لڳاتار ڪريل هجن.

(6) مرسل: اهڙي حديث ڪي چئبو آهي، جنهن جي سند جي آخر مان ڪو روايت ڪندڙ ڪريل هجي.

(7) مدلس: اهڙي حديث ڪي چيو ويندو آهي، جنهن جي راويءَ جي هيءَ عادت هجي جو هو پنهنجي شيخ (استاد)يا شيخ جي شيخ جو نالو لڪائيندو هجي.

**خبر واحد جي پنجين ورڇ:**

خبر واحد جي پنجين ورڇ صيغن جي لحاظ کان آهي. صيغن جي لحاظ کان خبر واحد ٻه قسم آهي:

(1) مُعنعن، (2) مُسلسل.

(1) معنعن: اهڙي حديث ڪي چيو ويندو آهي، جنهن جي سند ۾ لفظ ”عن“ هجي.

(2) مسلسل: اهڙي حدث ڪي چئبو آهي، جنهن جي سند ۾ اداء جا صيغا يا راوين جون صفتون يا حالتون هڪ جهڙيون هجن.

**حديث ادا ڪرڻ جا صيغا:**

محدث حديث ڪي ادا ڪرڻ وقت هيٺ ڏنل لفظن مان گهڻو ڪري هڪ لفظ استعمال ڪندا آهن.

حدثني، اخبرني، انباني، حدثنا، اخبرنا، انبانا، قرائت، قال لي فلان، ذڪر لي فلان، روى لي فلان، ڪتب الي فلان، عن فلان، قال فلان، ذڪر فلان“ رويٰ فلان، ڪتب فلان.

**حدثني ۽ اخبرني ۾ فرق:**

متقدمين (اڳين) محدثن وٽ ٻئي مترادف آهن، پر متاخرين (پوين) وٽ هيءُ فرق آهي ته، جيڪڏهن استاد پڙهي ۽ شاگرد ٻڌن ته شاگرد جي اڪيلي هئڻ جي صورت ۾ ”حدثني“ ۽ گهڻا هئڻ جي صورت ۾ ”حدثنا“ چيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن شاگرد پڙهي ۽ استاد

ٻڌي ته شاگرد جي اڪيلي هئڻ جي صورت ۾ ”اخبرني“ ۽ گهڻن جي صورت ۾ ”اخبرنا“ چيو ويندو آهي. (عمدة الاصول)

**حديث جي ڪتابن جو بيان:**

حديث جي ڪتابن ۾ مختلف لحاظن سان ڀن قسمن جا آهن:

**پهريون قسم:**

مسئلن جي ترتيب موجب آهي. هن قسم جي ترتيب موجب حديث جي ڪتابن جا نَوَ قسم آهن:

(1) جامع، (2) سنن، (3) مسند، (4) معجم، (5) جزءُ، (6) مفرد، (7) غريب، (8) مستخرج، (9) مستدرڪ،

(1) جامع: حديث جو اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ تفسير، عقيدن، آدابن، حڪمن، مناقب، سِير، فتنن ۽ قيامت جي نشانين وغيره ۽ هر قسم جي موضوع تي حديثون هجن. اهي اَٺ موضوع هن شعر ۾ اچي وڃن ٿا:

سِير آداب و تفسير و عقائد
فتن
احڪام و شرائط و مناقب

اهڙي قسم جو ڪتابن جو مثال بخاري، ترمذي وغيره آهن.

(2) سنن: اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾ حڪمن واريون حديثون، فقه جي بابن مطابق ترتيب سان بيان ٿيل هجن. ان جو مثال سنن ابو دائود، سنن نسائي ۽ سنن ابن ماجه وغيره آهن.

(3) مسند: اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ صحابه ڪرام رضي الله عنهم جي ترتيب رُتبي، حروف هجا جي ترتيب يا اسلام جي تقدم و تاخر جي لحاظ سان انهن جون حديثون ذڪر ٿيل هجن، جيئن: مسند احمد ۽ مسند دارمي وغيره.

(4) معجم: هي اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ حديثن جي لکڻ وقت، استادن جي ترتيب جو لحاظ رکيو ويو هجي، جهڙوڪ معجم طبراني وغيره.

(5) جزء: هي اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ فقط هڪ ئي مسئلي جون حديثون گڏ ڪيل هجن، جيئن: جزء رفع اليدين للبخاريؒ ۽ جزء القراءة للبيهقيؒ.
(6) مفرد: اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هڪ ماڻهو جون مڪمل روايتون ذڪر ٿيل هجن.
(7) غريب: اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ هڪ محدث جا متفردات، جيڪي ڪنهن شيخ (استاد) کان ورتل هجن، اهي ذڪر ٿين. (عجاله نافعه، ص 14، عرف شذي)
(8) مستخرج: اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٻئي ڪتاب جي حديثن جون زائد سندون استخراج ڪيون ويون هجن؛ جيئن: مستخرج ابي عوانه.
(9) مستدرڪ: اهو ڪتاب آهي، جنهن ۾ ٻئي ڪتاب جي شرطن مطابق ان جي رهيل حديثن ڪي پورو ڪيو ويو هجي. جيئن مستدرڪ حاڪم (الحطه في ذڪر الصحاح السته)

**ٻيو قسم:**

مقبول ۽ غير مقبول حديثن جي لحاظ کان آهي جنهن جا پنج قسم آهن:

پهريون قسم: اهي ڪتاب آهن، جن ۾ سڀ حديثون صحيح آهن، جيئن: مؤطا امام مالڪ، صحيح بخاري، صحيح مسلم، صحيح ابن حبان، صحيح حاڪم، مختاره ضياء مقدسي ، صحيح ابن خزيمه، صحيح ابن عوانه، صحيح ابن سڪن، منتقيٰ ابن جارود.

ٻيون قسم: اهي ڪتاب آهن، جن ۾ صحيح، حسن ۽ ضعيف، توڙي هر قسم جون حديثون آهن، پر قابل احتجاج آهن. چو ته انهن ۾ جيڪي ضعيف حديثون آهن، سي به حسن جي قريب آهن، جيئن سنن ابودائود، جامع ترمذي، سنن نسائي، مسند احمد.

ٽيون قسم: اهي ڪتاب آهن، جن ۾ حسن، صالح، منڪر هر قسم جون حديثون آهن. جيئن: سنن ابن ماجه، مسند طيالسي، زيادات ابن احمد بن حنبل، مسند عبدالرزاق، مسند سعيد بن منصور، مصنف ابي بڪر بن ابي شيبه، مسند ابي يعلي موصلي، مسند بزار، مسند ابن

جرير، تهذيب ابن جرير، تفسير ابن جرير، تاريخ ابن مردوديه، تفسير ابن مردويه، طبراني جا ٽي معجم، معجم ڪبير، معجم صغير، معجم اوسط، سنن دار قطني، غرائب دار قطني، حليه ابن ابي نعيم، سنن بيهقي، شعب الايمان للبيهقي.

چوٿون قسم: اهي ڪتاب آهن، جن ۾ سڀ حديثون ضعيف هجن، الاماشاء الله جيئن: نوادر الاصول حڪيم ترمذي، تاريخ الخلفاء، تاريخ ابن نجار، مسند الفردوس ديلمي، ڪتاب الضعفاء عقيلي، ڪامل ابن عدي، تاريخ خطيب بغدادي، تاريخ ابن عساڪر.

پنجون قسم: اهي ڪتاب آهن، جن جي ذريعي موضوع حديثون معلوم ٿين. جيئن: موضوعات ابن جوزي، موضوعات شيخ محمد طاهر نهرواني وغيره.

(رساله فيما يجب حفظه للناظر مولف: حضرت شاه ولي الله محدث دهلويؒ)

**صحاح سته جو بيان:**

صحاح سته ڇهه ڪتاب آهن: پهريون صحيح بخاري، ٻيو صحيح مسلم، ٽيون جامع ترمذي، چوٿون سنن نَسائي، پنجون سنن ابودائود ۽ ڇهون سنن ابن ماجه. ڪن محدثن ابن ماجه جي جاءِ تي موطا امام مالڪ ۽ ڪن وري سنن دارميءَ کي لکيو آهي ۽ انهن ڇهن ڪتابن کي صحاح چوڻ تغليبا آهي. چو ته فقط صحيح ته بخاري ۽ مسلم ئي آهن. (ڪذا في مقدمه مشڪواة المصابيح، عجاله نافعه)

**صحاح سته جا مرتبا:**

پهريون مرتبو بخاريءَ جو آهي، ٻيو مسلم جو آهي، ٽيون ابودائود جو آهي، چوٿون نَسائيءَ جو آهي، پنجون ترمذيءَ جوآهي ۽ ڇهون مرتبو ابن ماجه جو آهي.

**صحاح سته جي لکندڙن جا مذهب:**

امام بخاريؒ مجتهد آهي (نافع ڪبير، ڪشف الحجاب) يا شافعي آهي. (طبقات شافعيه، ص2، ج2)

امام مسلم شافعي آهي. (اليانع الجني ص 49)
امام ابو دائودؒ حنبلي آهي. (الحطه ص 125) يا شافعي آهي. (طبقات شافعيه، ص 48، ج6)
امام نسائيؒ شافعي آهي. (الحطه ص 127)
امام ترمذي ۽ ابن ماجه رحمهم الله به شافعي آهن.

**جرح ۽ تعديل جو بيان:**

محدث جڏهن ڪنهن روايت ڪندڙ جي توثيق ۽ تعديل ڪندا آهن ته ان لاءِ ڪيترائي لفظ استعمال ڪندا آهن. ڪي لفظ توثيق ۾ اعلىٰ، ڪي ادنىٰ ۽ ڪي متوسط آهن. اهڙي طرح جرح جا لفظ ڪي اعلىٰ، ڪي ادنيٰ ۽ ڪي وري متوسط آهن.

هيٺ انهن کي اعلىٰ کان ادنيٰ معتبر ترتيب مطابق لکجي ٿو:

**تعديل جا لفظ:**

(1) ثبت حجة، (2) ثبت حافظ، (3) ثقه متقن، (4) ثقة ثبت، (5) ثقة ثقة، (6) ثقة، (7) صدوق، (8) لاباس به، (9) ليس به باس، (10) محله الصدق، (11) جيد الحديث، (12) صالح الحديث، (13) شيخ وسط، (14) شيخ حسن الحديث، (15) صدوق ان شاء الله، (16) صويلح، وغيرها.

**الفاظ جرح:**

(1) دجال ڪذاب، (2) وضاع يضع الحديث، (3) متهم بالڪذب، (4) متفق عليٰ ترڪه، (5)متروڪ، (6) ليس بثقه، (7) سڪتواعنه، (8) ذاهب الهديث، (9) فيه نظر، (10) هالڪ، (11) ساقط، (12) واهِ بمرقة، (13) ليس بشيءِ، (14) ضعيف جدا، (15) ضعفوه، (16) ضعيف واه، (17) يضعف، (18)فيه ضعف، (19) قد ضعف، (20) ليس بالقوي، (21) ليس بحجة، (22) ليس بذاڪ، (23) يعرف و ينڪر، (24) فيه مقال، (25) تڪلم فيه، (26) لين، (27) سيئ الحفظ،(28) لا يحتج به، (29) اختلف فيه، (30) صدوق لڪنه مبتدع وغيرها.

**جرح ۽ تعديل جي ورڇ:**

جرح ۽ تعديل مان هر هڪ جا ٻه قسم آهن: جرح مبهم، جرح مفسر، تعديل مبهم ۽ تعديل مفسر.

(1) جرح مبهم: جنهن ۾ راويءَ جي جرح جو ڪوبه سبب ڄاڻايل نه هجي.

(2) جرح مفسر: جنهن ۾ روايت ڪندڙ تي ٿيل جرح جو سبب ڄاڻايل هجي.

(1) تعديل مبهم: جنهن ۾ روايت ڪندڙ جي تعديل جو سبب نه ڄاڻايو ويو هجي.

(2) تعديل مفسر: جنهن ۾ روايت ڪندڙ جي تعديل جو سبب ڄاڻايو ويو هجي.

**جرح ۽ تعديل جي قبوليت ۽ عدم قبوليت:**

جرح مفسر ۽ تعديل مفسر ٻئي بالاتفاق مقبول آهن. باقي جرح مبهم ۽ تعديل مبهم جي مقبول هجڻ ۾ ڪن بزرگن جو اختلاف آهي. پر صحيح قول هي آهي ته جرح مبهم بلڪل ئي ناقابل قبول ۽ تعديل مبهم قبول آهي. اهو ئي مذهب امام بخاري رحه، امام مسلم رحه، امام ترمذي رحه، ابو دائود، نسائي، ابن ماجه ۽ سمورن محدثن ۽ حنفي فقيهن جو آهي.

**جرح ۽ تعديل جي قبوليت جا شرط:**

جرح مفسر ۽ تعديل جي قبوليت جا مشترڪ شرط هي آهن جو جرح ۽ تعديل ڪندڙ ۾ هيءَ ڳالهيون لازمي هجن: علم، تقوى، پرهيزگاري، صدق عدم تعصب، جرح ۽ تعديل جي سببن جي ڄاڻ ۽ جرح ۽ تعديل ۽ خاص ڪري جرح مفسر جي مقبول هجڻ لاءِ هڪ وڌيڪ شرط هيءُ به آهي ته جرح ڪندڙ غير متعصب هجڻ ڪان سواءِ متعنت ۽ متشدد به نه هجي.

**ڪجهه محدثن جا نالا جيڪي جرح ۾ متعصب آهن:**

(1)دارقطني، (2) خطيب بغدادي وغيره.

**ڪجهه محدثن جا نالا جيڪي جرح ۾ متعنت آهن:**

ابن جوزي، عمر بن بدر موصلي، رضي صنعاني بغوي، جوزقاني، مولف ڪتاب الاباطيل، شيخ ابن تيميه حراني، مجدد الدين بغوي مولف قاموس.

**ڪجهه محدث، جيڪي جرح ۾ متشدد آهن:**

ابو حاتم ، نسائي، ابن معين، ابن قطان، يحيٰ قطان، ۽ ابن حبان.

جرح ۽ تعديل ۾ ٽڪراءُ (تعارض):

**جرح ۽ تعديل جي تعارض جون صورتون:**

هڪ راويءَ ۾ جرح ۽ تعديل جي تعارض جون ظاهر طرح چار صورتون آهن: (1) جرح مبهم ۽ تعديل مبهم، (2) جرح مبهم ۽ تعديل مفسر، (3) جرح مفسر ۽ تعديل مبهم ۽ (4) جرح مفسر ۽ تعديل مفسر.

پهرئين ٻن صورتن ۾ جرح غير معتبر ۽ تعديل معتبر آهي، پوئين ٻن صورتن ۾ جرح معتبر ۽ تعديل غير معتبر آهي. بشرطيڪه اهو جرح مفسر، ڪنهن اهڙي شخص کان صادر نه ٿيو هجي، جنهن کي جرح ڪرڻ ۾ متعصب يا متشدد يا متعنت شمار ڪيو ويو هجي.

فائدو: امام الائمه، سراج الامه امام اعظم، حضرت امام ابو حنيفهؒ جي باري ۾ مخالفن جي ڪتابن ۾ جرح منقول آهي. اهو هرگز مقبول نه آهي. چو ته امام صاحب جي باري ۾ هر قسم جي تعديل روشن سج جيان عيان (ظاهر) آهي. باقي رهي جرح، سو ڪن محدثن جو جرح مبهم آهي ۽ ڪي جرح ڪندڙ پاڻ متعصب، متشدد ۽ متعنت آهن. مٿي گذري چڪو آهي ته اهڙو جرح، تعديل جي مقابلي ۾ ناقابل قبول آهي. (الرفع والتڪميل في الجرح والتعديل)

## ضميمو:

شبهو: جنهن ماڻهو کي حنفي مذهب سان دشمني آهي. اهي هي شبهو پيش ڪندا آهن ته قطب الاقطاب سيدنا حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيؒ ”غنيةالطالبين“ ۾ جنهن کي گمراهه فرقي مرجيه جي قسم ۾ شمار ڪيو آهي.

جواب: هن جي تفصيلي جواب لاءِ ”الرفع التڪميل“ مؤلف حضرت مولانا عبدالحئي لکنويؒ جو ڪتاب صفحي 25 کان 28 تائين پڙهڻ گهرجي. البت اجمالي جواب هي آهي ته حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيؒ جي مراد غسانيه فرقو آهي. جنهن جو باني غسان بن ابان ڪوفي آهي، جيڪو اصول ۾ مرجيه خيالن جو هو ۽ فروع ۾ حضرت امام اعظم ابو حنيفهؒ جي تابعداري ڪرڻ جي ڪري حنفي سڏائيندو هو. جڏهن ته هو ۽ سندس پوئلڳ پنهنجن عقيدن جي ڪري اهل السنت والجماعت کان خارج ٿيڻ کان پوءِ به پنهنجو لقب حنفي مشهور ڪندا هئا. تنهن ڪري حضرت شيخ اصولي اختلاف جي بيان ۾ ان گمراهه فرقي جو ذڪر ان جي مشهور لقب سان ڪيو. اهڙي ريت لکي ٿو: ”واما الحنفية فهم اصحاب ابي حنيفة اللنعمان بن ثابت زعموا ان الايمان هو المعرفة والاقرار بالله و رسوله“ نه ته جيڪي ماڻهو اهل السنت والجماعت مان اصول ۽ فرع ۾ حضرت امام اعظم ابو حنيفهؒ جا پوئلڳ ۽ مقلد آهن. انهن کي حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني ڪيئن برو چئي سگهي ٿو. تنهن ڪري جنهن عزت ۽ احترام سان هو بين مجتهد امام جو نالو ذڪر ڪري ٿو، انهيءَ عزت ۽ احترام سان امام اعظم ابو حنيفهؒ جو نالو به کڻي ٿو. اهڙي ريت صبح جي نماز جي وقت لکي ٿو: ”و قال الامام ابو حنيفةؒ الاسفار افضل“.

فقط
احقر خير محمد عفي الله عنه جالنڌري
13 جمادي الاولیٰ 1353ھ

# تعارف

(مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڇو ڳوٺ رجسرڊ 672)

مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڇو ڳوٺ رجسرڊ 672 وقت جي ولي ڪامل بقية السلف حضرت مولانا سائين محمد يعقوب مهر درگاهه سومراڻي شريف ۽ پير طريقت رهبر شريعت حضرت مولانا سائين سيد سراج احمد شاهه امروٽي، درگاهه امروٽ شريف. جن جي سرپرستيءَ ۾ هلي رهيو آهي، جنهن جو مجاهد جمعية صوفي خدابخش چوهاڻ رحه هو. جيڪو ڪجهه سال اڳ وفات ڪري ويو آهي، الله تعاليٰ سندن قبر مبارڪ کي نور سان روشن فرمائي.

هي مدرسه هن وقت فاضل نوجوان احقر مولانا ابو محمد چوهاڻ سليم الله سنڌي، فاضل جامعه شمس الهديٰ ڪولاب جيئل جي زير اهتمام هلي رهيو آهي. مدرسه جي تعميرات سان گڏوگڏ تعليم جو به سلسلو جاري ۽ ساري آهي، مدرسه ۾ ٽي استاد آهن. مدرسه جي شعبن مان هي شعبه درس ۽ تدريس، تصنيف ۽ تاليف، دعوت ۽ ارشاد، احقر پنهنجي وسائل جي آڌار تي ڪم ڪري رهيو آهي. مدرسه جي خرچن جو سالانه ڪاٿو ائن لکن کان وڌيڪ آهي. مخير حضرات کي اپيل ٿي ڪجي ٿي ته پنهنجي زڪوٰت، فطرات، صدقات، عطيات ۽ فدين مان تعاون ڪري مدرسه جي ضروريات پوري ڪرڻ واري هن ديني ڪم ۾ اسان جو هٿ ونڊرايو.

اوهان جي دعائن جو محتاج

مولوي سليم الله چوهاڻ

مهتمم مدرسه عربيه دارالتعليم حماديه راڄو ڳوٺ

تعلقو لکي غلام شاه، ضلع شڪارپور

03043015260